## حصو الف (گهڻ چونڊائتي سوال)

سوال 1: هيٺين مان صحيح جواب چونڊيو.

(i) اجرڪ سنڌ جي ثقافت جي هڪ اهم ——— آهي.

(الف) سجاڳ (ب) علامت (ج) سوکڙي (د) تحفو

(ii) هفت زبان شاعر ——— کي چيو ويندو آهي.

(الف) شاهه عبداللطيف رح (ب) سچل سرمست (ج) بيدل (د) انهن مان ڪوبہ نہ

(iii) شعر مڪمل ڪريو: جوڙيائين جهان کي، چئي ———

(الف) حمد حڪيم (ب) ڏينهن مڙوئي ڏون (ج) وارث تون (د) ڪُن فيڪون

(iv) قرار ڪي مسجد سنڌ جي ڪهڙي شهر ۾ موجود آهي.

(الف) خيرپور (ب) تاج پور (ج) نصرپور (د) روهڙي

(v) پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وآلہ وسلم آخري خطبو ڪٿي ارشاد فرمايو:

(الف) منيٰ ۾ (ب) مزدلفہ ۾ (ج) عرفات ۾ (د) مدينہ ۾

(vi) بيوهہ پنهنجي پٽ کي شهر ۾ ——— وٽ وٺي آئي.

(الف) لوهار (ب) سوناري (ج) واڍي (د) رازي

(vii) نصرپور جو شهر ——— ضلع ۾ آهي.

(الف) سکر (ب) ٽنڊوالهيار (ج) مٽياري (د) ٽنڊو محمد خان

(viii) سچو لفظ جي معنيٰ آهي:

(الف) اڌورو (ب) ڪٽل (ج) ثابت (د) اڻ پورو

(ix) شال نئون سال اوهان جي زندگيءَ ۾ ——— کڻي اچي.

(الف) دولت (ب) شهرت (ج) خوشيون (د) ڀلايون

(x) مائي خيريءَ جو اصل نالو ——— هو.

(الف) مهرالنساءِ (ب) فخرالنساءِ (ج) زيب النساءِ (د) خيرالنساءِ

(xi) عالمي عدالت جي ججن جو تعداد ——— هوندو آهي.

(الف) 10 (ب) 12 (ج) 14 (د) 15

(xii) اي انسانو پنهنجي ——— جو خيال رکجو.

(الف) مائٽن (ب) غلامن (ج) پاڙيسرين (د) دوستن

(xiii) حضرت سلمان فارسي رضہ جي دور ۾ ايران ۾ ——— مذهب جو زور هو.

(الف) عيسائيت (ب) يهوديت (ج) ٻڌمت (د) زرتشت

(xiv) امام جعفر صادق عليہ السلام پنهنجي وقت جا وڏا ——— هئا.

(الف) عالم (ب) سخي (ج) فقيهہ (د) محقق

(xv) پنهنجي شخصيت ۾ ——— پيدا ڪريو.

(الف) حوصلو (ب) جذبو (ج) نظم و نظر (د) همت

## حصو ب (مختصر جواب جا سوال)

نوٽ: هيٺين سوالن مان ڪن بہ 9 سوالن جا جواب ڏيو. هر سوال تي 4 مارڪون رکيل آهن.

سوال 2: نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن زالن ۽ ٻارن واسطي ڪهڙيون نصيحتون ڪرڻ فرمايون؟

سوال 3: ڪينجهر لفظ جي معنيٰ ڇا آهي؟

سوال 4: قرآن شريف ۾ اتحاد بابت ڪهڙو ارشاد آهي؟

سوال 5: مولانا دين محمد وفائي جا ڪهڙا علمي يادگار موجود آهن؟

سوال 6: ڪن بہ ڇهن هنرن جا نالا لکو.

سوال 7: عالمي عدالت ڪهڙا ڪهڙا ڪم ڪندي آهي؟

سوال 8: ميرن جي پوشاڪ ڪهڙي قسم جي هئي؟

سوال 9: نصرپور ڪهڙن هنرن جي ڪري مشهور هو؟

سوال 10: هيٺين لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻيو:

ٺورائتو . نقش قدم . ڪيٻائڻ . ونڊر

سوال 11: هيٺين لفظن جا ضد لکو:

انتها . پيراندي . عوام . ولادت

سوال 12: اسم ذات جي تعريف ڪريو.

سوال 13: ڪافيءَ جو بادشاهه ڪنهن کي چيو وڃي ٿو؟

## حصو ج (تفصيلي جواب جا سوال)

نوٽ: هيٺين سوالن مان ڪن بہ 3 سوالن جا جواب ڏيو. هر سوال تي 8 مارڪون رکيل آهن.

سوال 14: ڪنهن بہ هڪ تي مضمون لکو.

بهار جي موسم . راڻي باغ جو سير . ماءُ جي محبت.

سوال 15: پنهنجي دوست کي خط لکو تہ اوهان جي وڏي ڀاءُ جي شادي ۾ شرڪت ڪري.

(يا)

پنهنجي اسڪول جي هيڊماسٽر / ماسترياڻي کان موئن جي دڙي گهمڻ لاءِ اجازت وٺو.

سوال 16: هيٺين مان ڪنهن بہ هڪ سبق جو خلاصو لکو.

هنر دولت آهي . ٻہ تہ ٻارنهن.

(يا)

نظم دعا جي شاعر حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جي زندگيءَ جو احوال لکو.

سوال 17: هيٺين شعرن جي سمجهاڻي لکو.

(الف) مون سان جي ڪٿي ڪوبہ برائي تو ڪري، دل منهنجي برائيءَ مان نہ تہ بہ ان ڏي وري

(ب) سڙي تون ٻين کي ڏئين تو سهائي، رکيل تو ۾ ڪيڏي نہ آهي چڱائي!

سوال 18: سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪريو.

1. میں سندھی پڑھ اور لکھ سکتا ہوں۔
2. حکومت تعلیم پر بہت توجہ دے رہی ہے۔
3. پڑوسی کے ساتھ اچھا سلوک کرنا چاہیے۔
4. ہماری کلاس ٹیچر کا نام صادق صاحب ہے۔